# سيد شاه مردان شاه ثاني چٽ ڏڻي رح پير سائين پاڳاري جو وڇوڙو

(22 November 1928 – 10 January 2012)

پروفيسر محمد مبين وساڻ



جيئن ته 11 جنوري (2012) تي سڄي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان حُر جماعت جا قافلا درگاه شريف پير ڳوٺ لاءِ روانا ٿي ويا، اهڙي طرح اسان به پنهنجي ڪجھ ساٿين سان گڏ، جن ۾ فقير عبدالرشيد وساڻ محمد اويس وساڻ ، درگاه شريف خيرپور جو رخ ڪيو. پير صاحب جن جي وڇوڙي جو ٻڌي سنڌ جا ڪيترائي شهر بلڪل ڪليا ئي ڪونه. اسان جي سانگهڙ شهرجو اهو حال هيو جو سموري جماعت سڳوري روڊن رستن تي نڪتل هئي، ۽ هر ڪو پير ڳوٺ پهچڻ لاءِ پنهنجي تياري ۾ هيو، پر مشڪل اها هئي جو پيٽرول پمپ ۽ سي اين جي اسٽيشنون به بند ٿيل هيون، جيڪي بعد ۾ اسان ۽ ڪن ٻين دوستن مالڪن سان رابطا ڪري کولرايون. انهن کي چيوسين ته ٻيلي اگر گاڏين ۾ گيس ۽ تيل وغيره نه پوندو ته منزل تائين ڪيئن پهچنداسون. بهرحال سانگهڙ مان نڪرڻ بعد هزارن جي تعداد ۾ گاڏيون جلوسن جي صورت ۾ هلي رهيون هيون. نيٺ شام ڌاري وڃي پير ڳوٺ پهتاسون، جتي درگاه شريف کان ٻه ڪلو ميٽر اوڀر طرف تعلقه آفيس وٽ گاڏين جي پارڪنگ رکيل هئي، جتي اڳ ۾ ئي هزارن جي تعداد ۾ گاڏيون پهتل هيون. اسان به گاڏي پارڪ ڪري، پيادل ٻه ڪلو ميٽر پنڌ ڪري، پريئن جي پار. محبوب مرشد جي ڳوٺ پهتاسون، جتي سيڪيورٽي جا تمام سخت انتظام ٿيل هئا. جماعت خانه ۽ روضي مبارڪ کي في الحال ان وقت بند رکيو ويو هيو. اهڙي طرح لکين جماعت سڳوري جي ماڻهن اسڪولن، ڪاليجن ۽ کلئي ميدان ۾ رات گذاري، ان رات سيءَ به تمام گهڻو هيو، پر جماعت سڳوري هر تڪليف مرشد سائين لاءِ برداشت ڪئي .
صبح سوير 12 جنوري جو فلائٽ جو شيڊيول طئي ٿيل هيو، ان ڪري صبح ساڻ جماعت سڳوريءَ جون اکيون آسمان ۾ هيون ته آلائي ڪيڏي مهل ٿا هيلي ڪاپٽر لهن ۽ اسان پنهنجي مرشد جو آخري ديدار ڪري سگهون. اهڙي طرح صبح ساڻ هزار ن جي تعداد ۾ جماعت سڳوري پهچڻ شروع ٿي وئي. جيئن ته پير صاحب جي هزارين (غير جماعتي) مهمانن جي اچڻ جو به انتظام هيو، ان ڪري لکي در، شاهي در، لوهي در کان ويندي درگاه مبارڪ ڏانهن ويندڙ

سيڻي دروازن تي حُر جماعت جي فقيرن کي متعين ڪيو ويو هيو .
پير صاحب جن جي جسد خاڪي کي کڻي ايندڙ جهاز لنڊن جي مقامي وقت مطابق شام 6:00 وڳي پاڪستان ڏانهن روانو ٿيو، ۽ پاڪستاني وقت مطابق صبح، ڪراچي پهتو.
ڪجھ گهڙين کان پوءِ ٻي فلائيٽ C-130 هوائي جهاز ذريعي حضرت پير صاحب جن جي جسد مبارڪ کي کڻي سکر ڏانهن روانو ٿيو. اهڙي ريت اهو جهاز 8:30 تي سکر پهتو. پر اُتي جي موسم ڌنڌلي هئڻ سبب هوائي جهاز لهي ڪين سگهيو، ۽ پائلٽ کي صلاح ڏني وئي ته هو جيڪب آباد ايئربيس تي جهاز کي وقتي طور تي ليندنگ ڪرائي. تقريبن ڪلاڪ کن جي انتظار کان پوءِ، ان ساڳئي هوائي جهاز ٻيهر سکر هوائي اڏي تي 9:40 منٽن تي ليندنگ ڪئي، ان بعد سکر مان هيلي ڪاپٽر ذريعي جسد مبارڪ کي درگاه شريف پير ڳوٺ لاءِ روانو ڪيو ويو. جيئن ته اڳ ۾ سڄ اپرندي ساڻ حُر جماعت پير ڳوٺ جي روڊن رستن تي روان دوان هئي، ويتر ميڊيا جي گاڏين ۽ ماڻهن به درگاه شريف جي چئني پاسن کان پنهنجيون گاڏيون بيهاري سڄي ڪارروائي سڌو سنئون لائيو (Live) هلائڻ جون تياريون ڪري رکيون هيون. اسان به ننڍ پڻ کان تقريبا چاليهن سالن کان درگاه شريف تي ديدار لاءِ ايندا رهيا آهيون، پر اڄ درگاه شريف جي رونق کي ڄڻ نظر لڳي وئي هجي، هر طرف اُداسي ۽ غمگيني جا بادل ڇانيل هيا. هونئن ته درگاه جي معمول موجب ته جماعتي راڳ ۽ مولودن ۽ مداحن جون ڪسيٽون جيئن منهنجي مرشد جي درگاه ته ڏس، هر گهٽي هر گام ۾ ”پيچ پاڳارا“ جي اُپ ڏاريندڙ نعرن جي گونج هوندي هئي، جتي نانگري ننگر کٽڻ وارا فقير پيرين اُگهاڙا مرين ۾ گهنگهرا ٻڌي ننگر ورهائيندا هئا، ۽ خوب خوشي ڪندا هئا، پر اڄ سڄو ماحول افسوس ۽ حزن سان اُداس هيو. سڄو شهر بند هيو. ڪنهن به جماعتي فقير کي صبح واري چانه بسڪيٽ به اصل نصيب ڪون ٿي.
جتي اڳي نعرن جي گونج هوندي هُئي اُتي اڄ وي آءِ پيز جي گاڏين اچڻ جي انتظار ۾ پوليس گاڏين ۽ ايمبولينس جي هوٽرن جي هُل شور غوغا ۽ غم ۾ اصل فقيرن جا هانوَ ڇلي ٿي ڇڏيا. ڪي گاڏيون اچن پيون ته ڪي وڃن پيون، ان ڏينهن هر جماعتي فقير جي اک آسمان

طرف چو جو آسان جي مرشد سائين جو جسد مبارڪ ڪڻي هيلي ڪاپٽر هوا مان اُڏامي ايندو. ائين چڻ رمضان مبارڪ جي چنڊ وانگر چنڊ جو انتظار ٿي رهيو هجي .

ان وقت مون کي اسلامي تاريخ جي شاگرد هجڻ جي ناتي جڏهن خيبر جي قلعي فتح ڪرڻ لاءِ حضرت علي رضي الله تعالىٰ جي اچڻ جو انتظار ٿي رهيو هيو رهيو، پاڻ سرڪار جن چيو ته ”جيڪو حضرت علي رضہ جي اچڻ جي خبر ڏيندو ان کي جنت جي ٽڪيٽ ملندي.“ ائين سلمان فارسي رضي الله تعالىٰ آسمان طرف ڏسي رهيو هيو ته جيڪو هيترو جلدي ايندو سو هوا مان اڏامي ايندو.

ائين اڄ ان مسڪين جماعت جون اکيون اُپ ۾ هيون. مون ان ڏينهن جي صبح مهل ڏانهن ڏٺو ته صبح جي مهل ۾ ڦنڪي ڪانه هئي صبح هوندي به گلاب جي مرجهايل گل جيان صبح بي رونق نظر آيو، هر طرف ڏنڊ چانيل هيو ۽ روشني ان ۾ غائب ٿي وئي هئي. شايد اهو صبح به اسان حُرن فقيرن وانگر مرشد جي لاڏاٽي جي باعث غمزده هجي، ان وقت منهنجي قلب تي شاعريءَ جون سٽون جڙي آيون ته

”پير پاڳارا تنهنجي ڏسڻ لاءِ هر اک ڏسون ٿا آلي آهي،

ڪهڙي هيءَ اُداس صبح، سنڌ جي يار نرالي آهي،

صبح ساڻ مختلف هيلي ڪاپٽر درگاه پير ڳوٺ مٿان لامارا ڏيندا رهيا، ۽ جماعت سڳوري هيلي ڪاپٽرن پٺيان ڊوڙندي ۽ رڙندي رهي.

پلا هو ويچارا ڪيئن ٿا هوائي جهاز کي رسن! پر شايد سندن دل رهي نه ٿي سگهي.

نيٺ 9:55 منٽن تي هڪ سفيد رنگ جو وڏو هيلي ڪاپٽر لامارا ڏيندي هيٺ لهڻ جي ڪئي ۽ اُتران هاءِ اسڪول گرائونڊ کان ٿيندي ڏکڻ پير صاحب پاڳاري جن جي حويلي جي اتر طرف گهوڙن جي ڊوڙ واري گرائونڊ ۾ لهي ويو.

اسان ڏٺو ته مسڪين جماعت پيرين اُگهاڙي ٻڌا توڙي ٻار، زالين مرد سڀ آه زاري ڪندي جهاز ڏانهن وڌڻ لڳا جو سمجهيائون ٿي ته ان ۾ ضرور اسان جي مرشد سائين جو جسد مبارڪ آهي.

پراوڏانهن سيڪيورٽي ايتري ته سخت هئي جو ويچارن کي اصل ويجهو ئي نه ڇڏيائون.

ائين فقير آليون اکيون ڪري جهاز کي پري کان تڪڻ لڳا، هزارين ماڻهو اسڪولن عمارتن جي ڇتين تي چڙهيل هجن. سڄي پير ڳوٺ جا شهري پنهنجي پنهنجي گهر جي ڇت تي چڙهي اهو منظر ڏسڻ لاءِ بيتاب هيا .

آخرڪار 10:15 منٽن تي هيلي ڪاپٽر مان حضرت پير سائين جن جو جسد مبارڪ لاٿو ويو ۽ هڪ ايمبولينس ۾ رکيو ويو. پير صاحب جن جو جسد مبارڪ هڪ تابوت ۾ بند هيو، جنهن مٿان سفيد چادر ڍڪيل هُئي. اهڙي طرح ان تابوت مبارڪ کي ايمبولينس ذريعي پير ڳوٺ ۾ پير صاحب جن جي ننڍي فرزند سيد حزب الله شاه راشدي جي حويلي طرف نيو ويو، ان ايمبولينس جي اڳين سيٽ تي سائين صدرالدين شاه جن ويٺل هئا، ۽ جماعت جي صفن کي چيريندي اها گاڏي حويلي پهتي، جتي راشدي خاندان جي ماڻهن حضرت پير سائين سردار جن جو آخري ديدار ڪيو.

اهڙي ريت اڌ ڪلاڪ کان پوءِ جسد مبارڪ کي درگاه شريف آندو ويو. بهرحال ان وقت اٽڪل 11:00 وڳي ڌاري مون کي به موقعو نصيب ٿيو، جو سِرڪي سِرڪي، وڃي درگاه شريف جي اولهندي، اُتر واري وڏي لوهي دروازي وٽ پهتس. لکن جي تعداد ۾ جماعت هئي، مگر پير صاحب جي مهمانن کي اندر ڇڏيو ٿي ويو. منهنجي خوشنصيبي جو شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي پروفيسرن جو وفد دروازي تي بيٺل هُيو، انهن مان گهڻن مون کي سڃاتو ٿي، هنن مونکي چيو ته اسان جي انٽري ڪرائي وڃي. مون فقير امام بخش مهر ۽ ايس.پي محمد عارب مهر کي گذارش ڪئي ۽ پوءِ آئون به پروفيسرن جي وفد سان گڏ اندر پير پائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس .

بنگلي شريف ۾ پهچڻ بعد عجيب سماءُ ڏسڻ ۾ آيو. ميڊيا جا ماڻهو بنگلي شريف ۾ ڪوٽ جي مٿان ديوارن تي پنهنجيون ڪئمرائون لڳايو بيٺا هئا. هزارن جي تعداد ۾ مهمان توڙي پير ڳوٺ جا شهري جنازي نماز ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پهچي چُڪا هئا .

ائين اسان گنهگارن جي اک بنگلي شريف جي اولهه طرف پئي، جتي ننڍي حويلي واري پاسي ڪپڙي جي سفيد چادرن جا ڪپڙا تنگي پردو ڪيو ويو هو ۽ اهو چيو پئي ويو ته حضرت پير صاحب جا مائٽ مٽ راشدي برادري جا افراد وچي پير سائين جن جو آخري ديدار ڪن ۽ جماعت سگوري جا خليفه توڙي فقير سڀ ڏکڻ ۽ اُپرندي طرف زيارت گاه واري پاسي هليا ويا، ۽ اسان به زيارت گاه واري پاسي وڃي بيٺاسون.

پر ويندي ويندي بنگلي شريف جي ڏکڻ طرف نگاه ڪئيسون ته ڏٺوسون ته هونئن جتي پير سائين جن جي ڏاريل پکين جا سوين پڃرا هُئا، جن ۾ مورن ڪان وٺي تتر، ڪبوتر، رنگ برنگي طوطا ۽ ٻيا پکي ٻوليندا ۽ ٽلندا خوشيون ڪندا نظر ايندا هئا، پر اڄ يار پنهنجي محبوب مالڪ جي لاڏاڻي سبب چڻ پکين پرندن ڪان ٻوليون به وسري ويون هجن ۽ اپاڻڪا ٿي هڪ ٻئي کي ڳل ڳراٽيون پائي روئي ريجهائي رهيا هئا، طوطا پاڻ ۾ چهنيون ملائي هڪ ٻئي سان عذر خواهي ڪري رهيا هئا، مورن جا ٿهوڪا بند هئا ۽ سندن اکڙين مان لڙڪ لارون ڪري وهي رهيا هئا، ۽ هڪ ٻئي کي ڳل ڳراٽيون پائي ڳوڙها جهڻي رهيا هئا ۽ ڏک هلڪو ڪري رهيا هئا.

ائين اسان به انهن پکين کي ڏسي پنهنجي ڳوڙهن کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئاسون. عين ان وقت دل تي شاعري جون سٽون تري آيون .

هاءِ پير پاڳارا تنهنجو وڇوڙو، لڙڪن جا بند ٽوڙهي ويو
اکين جي سيلاب منجهان، بند ٽوڙيءَ جيان ٽوڙي ويو

زيارت گاه جي وسيع ميدان کي ٻن حصن ۾ ورهائي اتر پاسي سڄو صف بندي ڪئي وئي هئي ۽ اڌ حصو ڏکڻ طرف واري مٿان شاميانه طنبو وڏا لڳائي ان ۾ به صف بندي لاءِ قالين وڇايا ويا هئا، شاميانن ۾ ٻن طرفن اولهه ۽ ڏکڻ طرف کان پير صاحب جن جي آخري ديدار ۽ سڄي منظر کي سڌو سنئون ڏيکارڻ لاءِ وڏين اسڪرينن جو بندوبست ڪيو ويو هيو، اهڙي طرح روضي مبارڪ جي اتر طرف جماعت خانن واري پاسي ۽ ٻاهر روڊن رستن تي پڻ وڏين وڏين اسڪرينن جو بندوبست ٿيل هيو، جيئن ته حُر جماعت جيڪا لکن جي تعداد ۾ گڏريل چوويهن ڪلاڪن کان گڏ ٿي رهي هئي، ان جو ڏه سيڪڙو

مس اندر زيارت گاه ۾ داخل ٿي سگهيو هو، باقي لکين ماڻهن ۽ شهرين مان اهڙا پڻ هُئا جيڪي جماعت خانن، اسڪولن، ڪاليجن جي ميدانن ۽ روڊن رستن تي جتي به ڪين جڳهه نصيب ٿي اُتي انتظار ۾ هڪيا تڪيا بي چين بيٺل هُئا، ته جيئن وقت تي هو جنازه نماز ۾ شريڪ ٿيڻ جي سعادت کان محروم نه رهجي وڃن.

ان ڏس ۾ مسجد شريف جي لائوڊ اسپيڪرن کان سواءِ پير صاحب جن جي بنگلي مبارڪ جي چو طرف به لائوڊ اسپيڪر لڳايا ويا هئا، جن مان اعلان ٿي رهيا هُئا. اسان ڏٺو پئي ته درگاه شريف ۽ ڪنگري هائوس سان لاڳاپيل ماڻهو، نوڪر چاڪر ۽ خليفا حضرت پنهنجي پنهنجي ورهايل ڪم ۾ تمام گهڻا مصروف هئا، جيڪي سڀ چيف خليفه فقير قادر بخش منگريو، جن جي نگراني ۾ پنهنجا فرائض ادا ڪري رهيا هئا. فقير قاسم مهر، خان محمد هنگورو، خاص طور تي چيف خليفه صاحب قادر بخش منگريو، ڊاڪٽر عبدالڪريم مهر، خان محمد مهر، منگهن فقير مگريو، عبدالباسط هنگورو، فقير امام بخش مهر، غلام نبي مهر، عبدالواحد سانگري، جان محمد مگريو، خليفه احمد صالح مهر، محمد عارب مهر، منٺار فقير منگرئي کان سواءِ سڀئي خليفا حضرت ۽ ورڪر ڪم سان لڳل هئا، خليفه علي غلام نظاماڻي وارن جي چونڪي مٿن مهمانن واري اچڻ واري گيٽ لڳايل هئي، ۽ مون ڏٺو ته خليفو صاحب پاڻ موجود بيهي هدايتون ڏيئي رهيو هيو، خليفو وريام فقير ورياماڻي جي سنگت جا فقير رات ڏينهن ننگرخاني جي تياري ۽ ورهائڻ کان وٺي مهمانن جي اچڻ ۾ انهن کي چانهه پاڻي پيارڻ جي ڪم تي لڳل هئا. خليفه سومر فقير مهر درويش ۽ فقير محمد اسماعيل مهر به زيارت گاه واري پاسي مهمانن جي دعا سلام ۾ مشغول هئا. ان کان اڳ۾ فقير محمد اسماعيل مهر مون ڏانهن متوجه ٿي چيو ته: ”سائين مبين وساڻ شايد پاڻ ايترا گنهگار ٿي ويا آهيون جو اسان جي هيترن سارين دعائن باوجود قبلا حضرت پير سائين پاڳارو صحت ياب نه ٿي سگهيو.“

ان وقت مون محسوس ڪيو ته سائين خليفه سومر فقير تمام گهڻو ڏکوئيل ۽ منهن خشڪ ٿيل نظر آيو، واضح رهي ته سائين سومر فقير مهر وارن جي درگاه مبارڪ تي چونڪي اڳ۾ هلندڙ هئي،

سنهتيو فقير آريسر، ڊاڪٽر خدابخش سمون، جمال فقير مهر، فقير محمد علي سنجراڻي ۽ ٻيا فقير به ڪم تي موجود هئا.
جنازي نماز ۾ اسان کي جاءِ مٿي ٿلهي شريف تي ٻاهرين مهمانن ۽ پير ڳوٺ جي راشدي برادرن ۽ شهرين جون اٽڪل ڏه صفون هيون جيڪي ٿلهي مبارڪ تي لوهي شيخن واري چاري جي اندر هيون، جڏهن ته ٻي سڄي جماعت جون صفون زيارت گاهه ۾ پکڙيل هيون. اسان واري صف ان لوهي چاري جي ختم ٿيڻ سان جيڪا پهرين صف شروع ٿئي ٿي اسان کي ان ۾ جاءِ ملي وئي، منهنجي پر ۾ درگاهه شريف تي قائم لائبريري جو انچارج محمد فقير موروجو ۽ ڪجهه فاصلي تي فقير سائين بخش وساڻ به صف ۾ بيٺل هيو.
درگاه شريف جي مفتي صاحب جنازي نماز جي امامت ڪرڻ لاءِ سيد سراج احمد شاهه گيلاني آف چناهه شريف بزرگ کي دعوت ڏني. ان کان اڳ ۾ اهو واضح ڪندو هلان ته جنهن امانت جو انتظار هيو، يعنيٰ قبلا حضرت پير سائين شاهه مردان شاهه ثاني جن جو مڙهه مبارڪ جڏهن بنگلي شريف مان ٻاهر آيو ته سڀئي حاضرين مقتدي هڪدم ادب منجهان اٿي بيٺا، حضرت پير سائين جن جو جنازو مبارڪ هڪ تابوت ۾ بند هيو ۽ ان مٿان سفيد چادر ۽ اجرڪ اوڍيل هئي ۽ اهو ڪاٺ جو تابوت مبارڪ سنڌ جي سوکڙيءَ جهڙي جنڊيءَ تان لٿل رنگ برنگي پاين واري کٽ مبارڪ تي رکيل هئو ۽ ان کٽ جي نهوار سفيد رنگ سان واڻيل هئي ۽ کٽ مٿان وري سنڌ جي سوکڙي، چٽي رلي، وچايل هئي.
جڏهن جنازه نماز جون سڀ تياريون مڪمل ٿي ويون ته مفتي صاحب لائوڊ اسپيڪر تي جنازه نماز جي نيت سمجهائي، مولا ٿو چائي ته اسان پنهنجي زندگيءَ ۾ اهڙي بزرگ هستيءَ جي نماز جنازه اڳي ڪڏهن ڪانه پڙهي هئي، اڄ اسان محسوس ڪيو ته اسان ڪهڙي نه عظيم هستيءَ جي نماز جنازه ادا ڪري رهيا آهيون، ان احساس جي ڪري منهنجي دل ۽ جسم ڏڪي رهيا هئا ته الائي نماز به پوري پڙهي سگهندس يا ذڙام ٿي ڪِري پوندس! پر دوست الله سائين تي توڪل ڪري دل ئي دل ۾ ذڪر الاهي ۽ درود شريف جو ورد جاري رکيم.

سو مون ذڪر پئي ڪيو مفتي صاحب جو ته هن نيٺ سمجهائيندي جڏهن ان لفظ تي پهتو ته جيئن عام حالتن ۾ اسان پڙهندا آهيون ته ”دعا حاضر هن ميت لاءِ“ پر الائي چو مفتي صاحب به اهو لفظ حضرت پير سائين پاڳاري لاءِ وڻڻ وقت سندس زبان تي ايندي ايندي رڪجي ويو، ۽ اسان اها ڳالهه محسوس به ڪري ورتي ته هڪدم چند سيڪنڊن ۾ مفتي صاحب وراڻي ڏئي چيو ته ”دعا حاضر الله پاڪ جي هن بزگزيده بندي لاءِ ۽ الله اڪبر .“

اهڙي طرح جنازه نماز ادا ٿي گذري ۽ سيد سراج احمد شاه گيلاني دعا گهري.

هاڻ وري انتظاميه درگاه شريف وارن لاءِ آزمائش هئي ته حضرت پير سائين سردار جن جو آخري ديدار ڪيئن ڪرائجي. جنازي نماز کان پوءِ ڪافي دير تائين ٽلهي شريف تي ڏاڍو هجوم نظر آيو هر ڪنهن جي دل پئي چاهي ته پنهنجي محبوب مرشد سائين جن جو آخري ديدار ڪري، دعا حاصل ڪجي، شرف حاصل ڪجي پر اهو سڀني لاءِ ممڪن نه هيو. ان ڪري درگاهه شريف جي اعليٰ انتظاميه اهو سٺو فيصلو ڪيو ته ٻاهريان مهمان جنهن ۾ وزيراعظم پاڪستان سيد يوسف رضا گيلاني ۽ سندس ڪابينه جا ماڻهو، وزير اعليٰ سنڌ سيد قائم علي شاه ۽ سندس ڪابينه ۽ مٿي ٽلهي مبارڪ تي جيڪي معززين ۽ معتبر ماڻهو ٻاهران پري پري کان آيا هئا انهن کي ۽ جيڪي راشدي خاندان سان تعلق رکن ٿا ۽ پير ڳوٺ جي شهرين کي آخري ديدار ڪرايو وڃي .

اهڙي طرح اهو ممڪن ٿي سگهيو، ان ۾ به اٽڪل سوا ٽي وڳي کان وٺي 4:02، چار لڳي ٻن منٽن تائين تقريب 47 منٽن تائين حضرت پير صاحب جن جو آخري ديدار ڪرايو ويو، جڏهن پير صاحب پاڳاري جن جي عام جماعت سڳوري جيڪا لکن جي تعداد ۾ پهتل هئي، انهن کي روبرو اخري ديدار نه ٿي سگهيو. پر جماعت سڳوريءَ جون سڀ خوشيون ۽ دعائون مرشد سائين سان گڏ هيون ۽ انشاءَ الله هميشه رهنديون.

آخرڪار سج پنهنجي اداسي وارو چهرو لڪائي اولهه طرف لڙڻ لڳو ۽ پاڇا پوئتي نشاني طور ڇڏيندو ويو .

اهڙي طرح شام جو 4:02 چار لڳي ٻن منٽن تي لائوڊ اسپيڪر ۾ ڏکويل لفظن ۾ اهو اعلان ٿيو ته درگاهه روضي ڌڻي اندر فقير عبدالغني خاص مجاور ۽ سندس ساٿين فقير کي آگاه ٿو ڪجي ته پير سائين پاڳاري جن جي آخري آرام گاه واري جڳهه تي تيار ٿي بيهن، جو پير سائين جن جو جنازه مبارڪ آخري سفر ڏانهن روانو ٿي رهيو آهي.
ائين حُر جماعت جي فقيرن جي دلين جي ڌڙڪن ويتر تيز ٿي وئي ۽ اسان ڏٺو ته لکين فقيرن جي اندر مان آه ۽ زاريون نڪري ويون ۽ هوڏانهن سامهون بنگلي شريف وٽان ڪٽ مبارڪ تي پير سائين جن جو جنازو مبارڪ خوشنصيب ڪاندين جي ڪُلهن تي هيو ۽ قدم قدم سان ملائيندي آخري منزل ڏانهن راهي هئا.
اهڙي طرح اهو ٿورو مفاصلو جيڪو بنگلي شريف کان روضي مبارڪ تائين تمام ويجهو آهي، اندازن هڪ ايڪڙ جو ٿيندو پر ان لاءِ ابه ايمبولينس جو انتظام ڪيو ويو هو، ڇو جو ڪٽ مبارڪ تي ڪٽي وجڻ ايترو سولو نه هيو. ائين ايمبولينس جيڪا بلڪل روزي مبارڪ واري دريءَ سان ملائي بيهاري وئي ۽ ان مان قبلا حضرت پير سائين پاڳاري جن جو جنازو مبارڪ چيف خليفي فقير قادر بخش مگرئي، سيد علي گوهر شاه ، پير صدرالدين شاه راشدي، ۽ ٻين روزي مبارڪ تائين پهچايو. اهڙي طرح روضي مبارڪ جي طرف ويندڙ سڀني دروازن کي بند ڪيو ويو هو۽ تمام مختصر ماڻهو هيا، جن ۾ پير صاحب جن جي خاندان جا فرد ۽ حُر جماعت جا خليفا شامل هُئا، جن پير سائين صاحب جن جي تدفين واري رسمن ۾ شرڪت ڪئي، ۽ ميڊيا وارن کي به ان جي سڌي ڪاروائي کان منع ڪئي وئي. اهو سلسلو 4:02 چار لڳي ٻن منٽن کان وٺي 4:50 چار لڳي پنجاه منٽن تائين جاري رهيو.
اٽڪل 50 منٽن جي وقت ۾ تدفين وارو سلسلو مڪمل ٿيو، ۽ اعلان ڪيو ويو ته سڄي جماعت کي عرض آهي ته قبلا حضرت پير سائين شاه مردان شاه ثاني جن جي روح مبارڪ کي ايثال ثواب لاءِ دعا ۾ شريڪ ٿين.
اهڙي طرح شامڙيءَ مهل مسڪين جماعت جا ڏک سور غم گهٽائڻ لاءِ اهو اعلان ٿيو ته حضرت پير سيد صبغت الله شاه اٺون پير پاڳارو

جماعت سڳوري کي پنهنجو روحاني ديدار ڪرائيندو، ۽ پنهنجي والد بزرگ وار جي لاءِ دعا مغفرت به ڪرڻ فرمائيندو.

اهو پڙهو ٻڌي روڊن تان رستن تان، جماعت خانن ۾ ترسيل جماعت اسڪول ۽ ڪاليجن جي ميدانن ۾ گڏ ٿيل جماعت، ان کان سواءِ جتي به فقيرن تائين اطلاع پهتو، لکن جي تعداد ۾ زيارت گاه پهچندا ويا، جيئن عام جماعت سڳوري لاءِ سڄو ڏينهن پرين جي پار جا دروازا کليل ڪونه هئا. هاڻي چئين پاسن کان لوهي گيٽ، شاهي گيٽ، لکي گيٽ، عورتن وارو مخصوص گيٽ اصل درگاه شريف ۽ زيارت گاه جا سڀ اڱڻ جماعت لاءِ کوليائون جيئن وجي پهتي.

واضح رهي ت حضرت پير سائين پاڳاري سيد صبغت الله شاه ثالث انون پاڳارو جن جي پڳ مبارڪ وارو احوال الڳ مضمون ۾ ايندو. نئين چونديل پڳدار پير سائين پاڳاري جن جو ديدار ماڻي سگهن، جڏهن سج لٿي ڌاري سڄو زيارت گاه حُر جماعت ۽ عقيدت مندن جي هجوم سان پرجي ويو ته پهريون دفعو مرشد اعليٰ حضرت پير سيد صبغت الله شاه ، انون پير پاڳارو جي حيثيت سان پاڳاري خاندان جو شاهي لباس ڪلنگي مبارڪ ۽ چوغي مبارڪ سان سونهجي پنهنجي بنگلي شريف جي ٽئين منزل جي بالڪني واري زيارت گاه تي اچي نروار ٿي بيٺو. ته ان وقت منهنجي اندر مان بي اختيار ”بسم الله بسم الله“ وائي وات تي اچي وئي ۽ سٽون تري آيون:

روضي ڌڻيءَ جي راز سان،
حُر جماعت جي صلاح سان،
سيد صبغت الله شاه سائين،
اج مبارڪ پڳ ٻڌي پاڳاري

خدا ٿو ڄاڻي ته حُر جماعت لاءِ مرشد جي زيارت هڪ معجزي کان گهٽ ڪانه هئي. چند گهڙيون اڳ۾ جڏهن هر طرف نظر پئي ڪئي سون ته هر ماڻهوءَ جي اکين ۾ پاڻي جو چلڪندڙ نمبر ۽ ڳلن تان ڳوڙهن جي وسندڙ برسات هئي، ۽ چند لمحن کان پوءِ ماحول ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق ٿي ويو. حُر جماعت جي هانوَ تي ڄڻ ٿڌي پاڻيءَ جو ڇنڊو لڳو هجي، ۽ سڀ وُڻي جي واءُ يعني ساوڻ جي برسات جي هوا جي سڳن برابر هجي. پاڻ سونهارن پنهنجي خانقاه جي روايت

کي سامهون رکي، جماعت کي مختصر تڪليف ۽ هدايت ڪئي، ۽ فرمايائون ته ”اڄ پير سائين سردار جن جي وڇوڙي کان پوءِ مون مٿان وڏي ذميداري عائد ٿي آهي. دعا ڪريو ته جيئن آئون ان ذيداريءَ کي احسن طريقي سان نباهي سگهان، ۽ سڀني سان هڪ جهڙو انصاف ۽ عدل ڪري سگهان.“

ائين فرمائي پاڻ ٻه مبارڪ ڪٽي بارگاه الاهي ۾ دعا گهرڻ فرمائي ۽ جماعت سڳوري (آمين) ڪيو .

پروفيسر منصور مبين وساڻ سانگهڙ

شهيد بچو بادشاه پيرو وزير ريسرچ آرگنائيزيشن سانگهڙ سنڌ .03332919597